بهترين، اخلاقي ادبي ۽
اصلاحي ڪهاڻيون

# ڪوڙ جو انجام

مرتب: گل حسن سيٺار
1996ع

حق واسطا قائم — قيمت: 2.00

پروپرائيٽر : توفيق احمد
اداره : مولوي محمد عظيم ڪتب خانه
شاهي بازار شڪارپور سنڌ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# کوڙ جو انجام

پيارا ٻارو! اوهان کي خبر آهي تہ امام بخاري ڪير آهي؟ امام بخاري اها شخصيت آهي. جنهن جو احسان هيءَ امت قيامت تائين لاهي نٿي سگهي ڇاڪاڻ تہ هن حضور اڪرم ﷺ جون حديثون گڏ ڪيون ان ڪتابجو نالو آهي "بخاري شريف" جنهن لاءِ عالم سڳورا فرمائيندا آهن تہ قرآن مجيد ڪانپوءِ سڀ کان وڌيڪ ۽ مستند ڪتابصحيح بخاري آهي.

هڪ دفعي امام بخاري رح حديث جي دريافت ڪرڻ لاءِ هڪ شهر ڏانهن سفر اختيار ڪيو جڏهن ان شهر ۾ پهتو تہ جنهن شخص کان حديث دريافت ڪرڻ ويو هو ان جو گهوڙو ڀڄي ويو هو ۽ هن پنهنجي چادر جي جهولي ٺاهي ان گهوڙي کي ڏيکاي تہ جيئن گهوڙو ان ۾ اناج سمجهي موٽي اچي. گهوڙي لالچ ۾

اچي ويو ۽ موتي آيو ۽ ان شص گهوڙي کي پڪڙي ورتو امام بخاري رح انکان پڇا ڪئي ته ڇا اوهان وٽ اناج هو ان شخص وراڻيو. نه! مون ته ائين ئي جهولي ڏاهي انکي پڪڙڻ لاءِ بهانو تلاش ڪيو. امام بخاري رح فرمايو ته "ان شخص کان مان علم حديث حاصل نٿو ڪري سگهان جيڪو جانورن سان به ڪوڙ ٿو ڳالهائي".

پيارا نوجوانو! ڪوڙ تمام بري عادت آهي مشهور پهاڪو آهي ته سچ ته بيٺو نچ ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ. هڪ صحابيءَ حضور ﷺ کان سوال ڪيو ته دوزخ ۾ وڃي وڃڻ وارو ڪهڙو ڪم آهي. پاڻ ﷺ فرمايو ته ڪوڙ" جڏهن ٻانهو ڪوڙ ڳالهائيندو ته گناه جا ڪم ڪندو، گناه جا ڪم ڪندو ته ڪفر ڪندو، ڪفر ڪندو ته دوزخ ۾ هليو ويندو. قرآن شريف ۾ آهي ته ڪوڙن جي مٿان الله جي لعنت آهي. تنهن ڪري ٻارو! هميشه سچ ڳالهائجي الله پاڪ سچ ڳالهائڻ وارن سان گڏ آهي. پيارا ٻارو! ڪوڙو قسم نه کڻجي ڇاڪاڻ ته حضور سائين فرمايو ته جيڪڏهن ماڻهو ڪوڙو قسم کائي ڪنهن مسلمان ڀاءُ جو حق کائيندو

الله پاڪ ان تي جهنم واجب ڪري ڇڏيندو آهي.

# عدل يا فضل

هڪ دفعي حضور ﷺ جي خدمت ۾ حضرت جبرائيل آيو ۽ عرض ڪيائين ته قسم آهي ان ذات پاڪ جو جنهن اوهانکي نبي برحق ڪري موڪليو آهي. هڪ ٻانهي الله پاڪ جي عبادت پنج سؤ سال (500 سال) هڪ جبل جي چوٽيءَ تي ڪئي جيڪا وچ سمنڊ ۾ هئي. الله تعاليٰ ان جي لاءِ مٺي پاڻيءَ جو چشمو ۽ هڪ ڏاڙهونءَ جو وڻ ان جبل جي هيٺان پيدا ڪيو. اهو شخص شام جو ان جبل جي چوٽيءَ تان هيٺ لهي ڏاڙهون کائيندو هو ۽ پاڻي پيئندو هو وري وضو ڪري ان جبل جي چوٽيءَ تي وڃي الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو هو ۽ دعا ڪندو هو ته الله پاڪ سندس روح اهڙِينموني قبض ڪري جو هو سجدي ۾ حالت ۾ هجي ۽ زمين يا ٻي ڪنهن شيءَ کي مٿس مسلط نه ڪري.

حضرت جبرائيل عہ فرمائي ٿو تہ ” جڏهن اسان آسمان کان هيٺ لهي ايندا آهيون تہ انکي سجدي جي حالت ۾ ڏسندا آهيون.

جڏهن ان شخص کي قيامت ڏينهن حساب ڪتاب لاءِ آندو ويندو تہ الله پاڪ فرمائيندو تہ هن کي منهنجي فضل سان جنت ۾ وٺي وڃو. ان ڳالهہ تي اهو چوندو تہ اي رب منهنجا مونکي بهشت ۾ منهنجي عملن ڪري داخل ڪري ۽ مون سان عدل ڪر. پوءِ ارشاد ٿيندو تہ هڪ پلڙي ۾ هن جي پنج سؤ سالن جي عبادت وجهو ۽ ٻئي پلڙي ۾ هن جي اکين واري نعمت وجهو. بس اکين جي نعمت وارو پلڙو هيٺ جهڪي ويندو باقي ٻيون بہ ڪيتريون ئي نعمتون ان ٻانهي جي مٿان رهنديون. الله تعاليٰ حڪم فرمائيندو تہ منهنجي عدل سبب انکي جهنم ۾ وٺي وڃو، پوءِ ملائڪ انکي دوزخ طرف وٺي ويندا تہ اهو شخص پڪاريندو تہ اي منهنجا رب پنهنجو فضل ڪر. حڪم ٿيندو تہ انکي منهنجي سامهون ڪيو رب تعاليٰ انکي فرمائيندو تہ اي منهنجا بندا! تون ڪابہ شيءَ نہ هئين مون توکي پيدا ڪيو توکي صرف عبادت ڪرڻ جي قوت عطا ڪئي،

پنج سؤ سال عبادت ڪرڻ جي توفيق بخشي تنهنجي لاءِ مٽي پاڻيءَ جو چشمو جاري ڪيو، ڏاڙهونءَ جو وڻ پيدا ڪيو جيڪو روزانو هڪ ڏاڙهون ڏيندو هو جڏهن تہ ڏاڙهون سال ۾ هڪ دفعو ميوو ڏيندو آهي ۽ تنهنجي روح کي سجدي جي حالت ۾ قبض ڪيو. اهو بندو چوندو تہ اي رب اهو سڀ تنهنجو فضل آهي رب پاڪ حڪم فرمائيندو تہ منهنجي فضل سبب هن کي جنت ۾ وٺي وڃو.

پيارا ٻارو! اوهان پڙهيو تہ هڪ شخص 500 سؤ سال عبادت ڪري ٿو تڏهن بہ الله پاڪ جي ڏنل نعمتن مان هڪ اک واري نعمت جو تورو بہ نٿو لاهي سگهي. الله پاڪ جي‌ءِ ن نعمتون بيشمار آهن. ارشاد رباني آهي تہ جيڪڏهن اوهين الله جون نعمتون ڳڻيندؤ تہ ڪونہ ڳڻي سگهندو. تنهنڪري الله پاڪ کان اسان هميشه فضل ۽ رحم‌جي طلب جو ذڪر ڪريون نماز، روزي وغيره جو اهتمام ڪيون نيڪ عمل ڪيون خراب عملن کان پاسو ڪريو. پنهنجو وقت اجايو فضول ڳالهين جهڙوڪ فلمن تي، تي وي (TV) تي، وي سي آر (VCR) تي، ڊش عنتينا تي يا وڊيو (Video Game) تي نہ

وڃايون. پڙهائي جي وقت پڙهائي ڪيون، عبادت جي وقت عبادت ڪريون، پنهنجي پيءُ ماءُ جي، استادن جو وڏڙن جو ادب ڪريون. الله پاڪ جي ڏنل دين اسلام جي تبليغ به ڪيون ته جيئن الله پاڪ اسان کان راضي ٿي وڃي.

# عقلمند قاضي

پيارا ٻالڪ! پراڻي زماني ۾ هڪ واپاريءَ جي ڳوٿري گم ٿي وئي جنهن ۾ چار سؤ دينار هئا ان اعلان ڪرايو ته ”فلاڻن ٻارن پٽن سان منهنجي ڳوٿري گم ٿي وئي آهي جنهن به لڌي آهي اهو مون وٽ پهچائي وڃي انکي مان ڳوٿريءَ ۾ پيل رقم جو اڌ انعام طور ڏيندس اها ڳوٿري هڪ غريب مهيربحر لڌي هئي اهو ميربحر انعام جو ٻڌي ڳوٿري کڻي مالڪ وٽ پهتو. مالڪ پنهنجي ڳوٿري ڏسي انعام نه ڏيڻ جو بهانو بنائي. ملاح کان پڇيائين ته ”هن ڳوٿريءَ ۾

قيمتي زمرد بہ هئا. چا اهي بہ هن ۾ اندر آهن. ميربحر اهو ٻڌي گهبرائجي ويو ۽ سمجهي ويو تہ مالڪ انعام نہ ڏيڻ جو بهانو تلاش ڪيو آهيء تنهنڪري ميربحر ۽ مالڪ ۾ جهڳڙو تي پيو. آخر ڪار اهي قاضيءَ وٽ فيصلي لاءِ آيا قاضيءَ ميربحر کان زمرد لاءِ پڇيو ميربحر قسم کڻي عرض ڪيو تہ ”ٻگوتري ۾ مونکي دينارن کانسواءِ ٻي ڪابہ شيءَ نہ ملي هئي. هاڻي قاضيءَ مالڪ کان پڇيو تہ ٻڌاءِ اهي زمرد ڪيئن هئا مالڪ جواب ۾ پارپتا ٻڌايا. مگر اونڌا سنوان پڌايا قاضي ان جون بي بنياد ڳالهيون ٻڌي سمجهي ويو تہ هي ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهي ۽ ڪوڙ مان مقصد اهو آهي تہ هو ميربحر کي اهو انعام نہ ڏئي جنهن جو هو اعلان ڪري چڪو آهيءَ تنهنڪري قاضيءَ فيصلو ڪندي چيو تہ ”اي شخص تنهنجي دعوي آهي تہ تنهنجي ٻگوتري گم تي وئي آهي. جنهن ۾ زمرد بہ هئا ۽ اهي هڙن آرن پارن سان هئا ۽ هيءَ ٻگوتري جيڪا ميربحر آندي آهي ان ۾ ڪوئي زمرد نہ آهي تنهن ڪري مان ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ هيءَ ٻگوتري تنهنجي آهي ئي نہ تنهنڪري تون پنهنجي گم ٿيل ٻگوتريءَ لاءِ ٻيهر اعلان

ڪراءِ ممڪن آهي تنهنجي ڳم ٿيل ڳوٺري توکي ملي وڃي" پوءِ قاضي ميربحر کي مخاطب ٿيندي چيو تہ هيءَ ڳوٺري چاليهن ڏينهن تائين احتياط سان رک جيڪڏهن ڪوئي ٻيو سچو دعويدار نہ پيدا ٿئي تہ اها تنهنجي آهي.

# امير المؤمنين ۽ چار درهم

هڪ دفعي فاروق اعظم سيدنا عمر بن خطاب رضي الله عنه جو فرزند ارجمند سيدنا عبدالله بن عمر رضي الله عنه مدرسي مان روئيندو آيو. حضرت عمر رضي الله عنه پٽ کان پڇيو تہ اي پٽ! ڇو ٿو روئين. ان جواب ڏنو تہ مدرسي جي طالبن منهنجي چولي جون چتيون ڳڻيون ۽ چوڻ لڳا تہ ڏسو امير المؤمنين جي فرزند جي چولي ۾ ڪيتريون چتيون لڳل آهن" ان ڳالهہ تي حضرت عمر رضي الله عنه بيت المال جي ناظم کي چوائي موڪليو تہ مونکي چار درهم هڪ مهيني جي مهلت سان قرض ڏئي

جڏهن مهينو پورو ٿئي تہ اهي چار درهم منهنجي وظيفي مان ڪٽي ڇڏجانءِ. بيت المال جي ناظم چورائي موڪليو تہ "اي عمر رضہ" ڪهڙي ضمانت آهي تہ تون هڪ مهيني تائين زنده رهندين جيڪڏهن تنهنجي اڳ۾ وفات ٿي وئي تہ اهو قرض ڪير ادا ڪندو. امير المؤمنين سيدنا عمر فاروق رضي الله عنه جڏهن بيت المال جي ناظم جو اهو جواب ٻڌو تہ روئڻ لڳو ۽ پٽ کي چيائين تہ اي فرزند! مدرسي هليو وڃ مونکي پنهنجي زندگيءَ تي هڪ ساعت بہ ڀروسو نہ آهي.

پيارا ٻارو! هي وقت جي خليفي جو حال آهي جو سندس فرزند جي چولي ۾ چوڏهن چتيون لڳل آهن تڏهن بہ الله کان ڊڄي ٿو تہ متان الله مونکان پڇا ڪري تہ مون توکي خلافت ڏني تہ انکي ڪهڙي نموني سان هلايئي. ڪيس هڪ ساعت جو بہ يقين نہ آهي تہ مان زنده رهندس يا نہ رهندس. تنهنڪري اسان سڀني کي آخرت جو فڪر ڪرڻ گهرجي خبر نہ آهي تہ اسان جي زندگي ڪڏهن پوري ٿي وڃي. عقلمند اهو آهي جيڪو موت کان پهريون موت جي تياري ڪري.

## اي ڪافر! مان اسلام نہ ڇڏيندس

اي بد قسمت انسان! مان توکي تيستائين ذليل ڪندو رهندس جيستائين تون اسلام کي نہ ڇڏيندين مان توکي آخري دفعو چوان ٿو اسلام کي ڇڏي عيسائي ٿي وڃ نہ تہ مان توکي ماريندس. اهي جملا هڪ عيسائي جرنيل مسلمان قيديءَ کي ڪاوڙ مان چيا ان تي ان مسلمان قيديءَ جواب ڏنو چاهي تون مونکي تتل ٽاندن تي سمهارين، باهہ جي شعلن سان تون منهنجي جسم تي ڏنڀين يا منهنجي جسم جي ڪل کي جيئري ئي تلوار سان لاهين. يا تون مونکي قتل ڪري ڇڏين اي بد بخت ڪافر! مان اسلام نہ ڇڏيندس. ان تي ان جرنيل چيو هن ذليل انسان کي وٺي وڃو سندس مٿان ڳورا پٿر رکو سندس جسم کي تتل شيخن سان ڏنڀيو. پاڻي ماني بند ڪريوس جيڪڏهن اجا بہ اسلام نٿو ڇڏي تہ ٽن ڏينهن ڪانپوءِ هن کي مون وٽ پيش ڪجو مان انکي قتل ڪري ڇڏيندس.

ٿن ڏينهن ڪانپوءِ ان مسلمان قيديءَ کي آندو ويو جيڪو سڪي ڪنڊا ٿي ويو هو، جسم سندس مختلف تڪليفن سبب چيچلائي رهيو هو جرنيل شراب پي رهيو هو ۽ شراب ۾ بدمست ٿي ان مسلمان قيديءَ کي چيو ته ”اي محمدي! ڇا مرضي آهي تون اسلام کي ڇڏين ٿو يا منهنجي تلوار تنهنجي سسي ڌڙ ڌار ڪري ڇڏي. ان تي مسلمان قيديءَ جواب ڏنو ته اي بدترين انسان! تنهنجي تلوار منهنجي سسي ڌڙکان ڌار ڪري سگهي ٿي پر مون کي اسلام کان ڌار نه ڪري سگهندي“ ان جواب تي جرنيل تلوار مياڻ مان ڪڍي مسلمان قيديءَ تي حملو ڪرڻ وارو ئي هو ته هڪ شخص شينهن واتگر گجندڙ آواز ۾ چيو ته اي ڪافر! رڪجي وڃ! ۽ پوءِ ان تي حملو ڪري ڏنائين ۽ ان جرنيل کي جهنم جي ٽڪيٽ وٺائي ڇڏيائين سندس غلامن کي قتل ڪيائين ۽ ان مسلمان قيديءَ کي آزاد ڪرايائين.

پيارا ٻارو! اوهانکي خبر آهي ته اهو مسلمان قيدي ڪير هو اهو حاتم طائي جو پٽ اميه هو. جيڪو عدي بن حاتم جو ڀاءُ هو ۽ اهو مجاهد جنهن ڪافر کي جهنم رسيد ڪيو اهو حضرت خالد بن وليد

هو. جنهن کي سيف الله يعني ان جي تلوار به چيو ويندو آهي.

پيارا ٻالڪ! اسلام سان انهن اصحابن جي ڪيڏي نه محبت هئي جو باوجود جان وڃڻ به اسلام کي نه ڇڏيائون اڄ اسان ڪيڏا نه ضعيف مسلمان ٿي ويا آهيون. جو اسان جو ايمان چند روپين تي خريد ڪيو ٿو وڃي، ٿورڙي تڪليف آئي ته اسلام کان سوين ميل دور ڀڄي ويندا آهيون. ڇو ته اسان مسلمان ٿي نه هئاسين. الله پاڪ اهڙئي حالت کان اسان کي بچائي. (آمين ثم آمين)

# جذبہ جهاد

پيارا ٻارؤ! يرموڪ جي جنگ جو نالو ته اوهان ٻڌو هوندو! جنگ روم جي بادشاهه هرقل خلاف يرموڪ جي ميدان ۾ لڳي هئي هن جنگ ۾ رومي لشڪر جو تعداد ٢ لک چاليهه هزار هو ۽ مسلمانن

جي فوج جو تعداد ڪل ٣٢ هزار هو. رومين ۾ انتهائي جوش ۽ جذبو هو. رومين جي فوج ۾ ٽيهه هزار اهڙا رومي هئا جن پنهنجي پيرن ۾ زنجير وجهي ڇڏيا هئا ته جيئن ڀڄڻ جو خيال به نه اچي. هزارن جي تعداد ۾ پادري پنهنجي هٿن ۾ صليب کنيون بيٺا هئا ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو نالو وٺي رومين کي جوش ۽ جذبو ڏياري رهيا هئا. ٻئي طرف مسلمان مجاهدن جو سپه سالار حضرت خالد رضہ بن وليد هو حضرت خالد رضہ بن وليد اسلامي فوج کي چاليهه دستن ۾ ورهايو هر دستي ۾ تقريبا هڪ هزار مجاهد هئا سڄي دستي تي يزيد رضہ به ابو سفيان وچين دستي ۾ حضرت ابوعبيد رضہ بن الجراح ۽ طوفاني دستي تي پاڻ خود مقرر ٿيا. حضرت ابو هريره رضہ الله عنه کي لشڪر جو قاضي مقرر ڪيائين ۽ حضرت ابو سفيان رضي الله عنه کي نقيب مقرر ڪيائين. نقيب جي ڊيوٽي هئي ته ميدان جنگ ۾ صفن جي سامهون بيهي مجاهدن کي جوش ڏياري ۽ جنگ تي اڀاري.

حضرت ابو سفيان رضي الله عنه واري واري سان هر دستي جي سامهون وڃي هڪ جذبا تي تقرير پئي

فرمائي تہ الله! الله! اي مجاهدو! اوهان عرب جا نوجوان ۽ اسلام جا مدد گار آهيو ليڪن اوهان جا دشمن روم جانوجوان ۽ شرڪ جا مددگار آهن اي الله! اڄ جو ڏينهن هڪ يادگار ڏينهن آهي تو پنهنجي ٻانهن جي مدد فرماءِ.

جڏهن جنگ شروع ٿي تہ ڪافرن اسلامي لشڪر تي هڪ زبردست حملو ڪيو. اهڙي شديد حملي سبب مسلمانن جي فوج جا ڪجهہ دستا پوئتي هٽڻ لڳا ان حصي جي امير حضرت عڪرمہ رضہ رڙڪري چيو تہ "مون اسلام قبول ڪرڻ کان پهريون هر موقعي تي حضور ﷺ جو مقابلو ڪيو هو اڄ ان جي تلافيءَ جو ڏينهن آهي ڇا ڪافرن جي مقابلي ۾ منهنجا پير پوئتي هٽي سگهن ٿا اڇو! مرڻ لاءِ اڳتي وڌون! اوهان ۾مان ڪير آهي جيڪو منهنجي هٿ تي موت جي بيعت ڪري؟ جلدي ۾ چارسؤ جوان اڳتي وڌيا انهن ۾ حارث رضي الله عنه بن هشام، ضرار رضہ بن ازور جهڙا بهادر شامل هئا انهن حضرت عڪرمہ رضي الله عنه جي هٿ تي موت جي بيعت ڪئي ۽ اهڙي تہ شجاعت ۽ بهادريءَ سان وڙهيا جو رومين جي صفن ۾ انتشار پئجي ويو ۽

اهي وٺي پيا. جڏهن جنگ ختم ٿي ته حضرت عڪرمہ رضہ بن ابوجهل ۽ سندس پٽ حضرت عمرو بن عڪرمہ رضي الله عنه کي حضرت خالد رضہ بن وليد رضي الله عنه وٽ آندو ويو ٻئي زخمن سان چور هئا ۽ آخري پساهن ۾ هئا حضرت خالد رضہ بن وليد انهن کي ڏٺو ته سندس اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا ٻنهي جا مٿا جهول ۾ رکي نهايت شفقت سان سندن وات ۾ پاڻي ٽيڪايو ان ئي حالت ۾ ٻنهي شهادت جو پيالو پيتو.

پيارا ٻارو! اوهانکي خبر آهي ته جيڪو ماڻهو الله جي رستي ۾ دين اسلام کي غالب ڪرڻ لاءِ لڙائي ڪندي پنهنجي جان قربان ڪري ته انکي ڇا چئبو آهي؟ انکي شهيد چيو ويندو آهي ۽ الله پاڪ جي قرآن پاڪ ۾ آهي ته شهيدن کي مئل نہ چئو بلڪ اهي زنده آهن. جيڪو الله جي رستي ۾ شهيد ٿئي ٿو ته ان جي رت جي پهرئين قطري ڪرڻ سان ئي گناهہ معاف ٿي وڃن ٿا ۽ جنت واجب ٿي وڃي ٿي.

پورو ٿيو

# پڙھندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيکڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعویٰ ڪري تـو تـہ پَکَ ڄاڻو تـہ اُهو کُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ کيا ويندا. جيکڏهن کـو اهڙي ڪوشش ڪري تو تہ پَکَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ کُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ کَم کار سَهکاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممکـن آهي تہ کي کم اُجرتـي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِکَبِئي جي مدد کَـرڻَ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ کنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران کتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان کـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل کـرڻ جي کوشش نہ کئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو کم ڪرڻ وارن مـان جيکڏهن کـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن ڪي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمتائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني ڪي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)